سنڌڙي ڪتابي سلسلي جو ڏيون ڪتاب

# ڪرڙا ڪرڙا

(ٻاراڻي شاعري)

مقصود گل



سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو

## هڙئي حق اداري وٽ هٿيڪا

| | |
|---|---|
| ڪتاب:- | ڪرڻا ڪرڻا (هارائي شاعري) |
| شاعر:- | مقصود "گل" |
| ڊائيٽل ۽ اسڪيچ:- | قاضي اختر |
| لي آئوٽ ۽ ڪلر سيپريشن:- | فتاح هاليپوٽو |
| ڇپائيندڙ:- | سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو |
| ڇپيندڙ:- | غلام رسول ميمڻ |
| | شڪارپور ماڊرن پرنٽنگ پريس |
| ڇاپو:- | پهريون |
| ڳاڻيٽو:- | هڪ هزار ڪاپيون |
| ملهه:- | پنج رپيا |
| سال:- | ڊسمبر ١٩٨٥ع |

★ ملڻ جو هنڌ ★

١- مڪتبہ اسحاقيہ - جهونا مارڪيٽ- ڪراچي.
٢- ادبيات- تلڪ چاڙهي- حيدرآباد.
٣- مارڊي ڪتاب گهر- بئراج روڊ- سکر.
٤- ماڊرن بڪ اسٽور جاڙل شاه روڊ- لاڙڪاڻو.
٥- گل سينٽر - رتوديرو.

# ارپنا



سنڌ
ڌرتيءَ جي
سڌوري پٽ
**پرواني سيوهاڻيءَ**
جي نالي،
جيڪو ٻالڪپڻيءَ کان وٺي
ٻاراڻي ادب جي سينڌ
سنواريندو رهي ٿو.

## اسانجا شايع ٿيل ڪتاب

(١) وکريل موتي ( مضمون ۽ مقالا ) ڊاڪٽر عطامحمد حامي
(٢) زندگي ڏي موٽ ( ترجمو ڪهاڻيون ) ڪرشن چندر
(٣) ڪرڻا ڪرڻا ( پاراڻي شاعري ) مقصود گل

## اسانجا ايندڙ ڪتاب

(١) ڏيا ٽيل قليل جا ( رباعيون ) ڊاڪٽر عطامحمد حامي
(٢) چار شاعر چار پارکو ( تنقيد ) مرتب مقصود گل
(٣) ڪن ڪن ۾ ڪر ( شاعري ) سرڪش سنڌي.

گهرائڻ لاءِ پتو-
سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو (سنڌ)

# " سٽاءُ "

# پنهنجي پارن ....

ٻار قوم جو اهڙو اهم ۽ عظيم سرمايو آهي جنهن کي ڪڏهن به نظرانداز ڪري نٿو سگهجي. اڄ جو ٻار سڀاڻ جو سرواڻ آهي، انهيءَ ڪري اسان جو قومي فرض آهي ته ٻار جي ذهن جي تعمير ۽ سهڻي سوچ لاءِ مناسب ۽ وندرائيندڙ ادبي مواد موجود ڪري ڏيون ته جيئن سندي ٻار کي ٻالپڻيءَ ۾ ئي ادب جي اهميت جي خبر پوي ۽ ٻوليءَ جي محبت پيدا ٿئي.

انهيءَ گهرج کي محسوس ڪندي اسان سنڌڙي ڪتابي سلسلي پارن نوجوان شاعر مقصود گل جي ٻاراڻي شاعري پڙهندڙن آڏو پيش ڪري رهيا آهيون. اميد ٿا ڪريون ته هي ننڍڙو ڪتاب ٻاراڻي ادب ۾ مڃتا ماڻيندو.

هن کان اڳ اسان ٻه ڪتاب "وڪريل موتي" ۽ "زندگيءَ ڏي موٽ" پيش ڪري چڪا آهيون ۽ اهي ٻئي ڪتاب پڙهندڙن وٽان محبت ڀري موٽ ماڻي چڪا آهن.

اسان پنهنجي پڙهندڙن ۽ ادب سان واسطو رکندڙ دوستن کي گذارش ٿا ڪريون ته هي ٻارن جي شاعري" ڪرٽا ڪرٽا" اسان جي پيار جو پورهيو آهي انهيءَ کي ٻرپٽ ۽ پريم سان پڙهي ۽ پرجهي اسان کي اسان جي اوڻاين ۽ سوڻاين کان ضرور واقف ڪن ته جيئن سندن مفيد مشورن جي روشنيءَ ۾ قدم کڻي اسان پنهن جي منزل طرف وڪ وڌائي سگهون.

آخر ۾ اسان سڀني سهڪاري سڄڻن جا ٿورا مڃيون ٿا جن اسان سان پنهن جي خلوص ۽ محبت جو ڀرپور اظهار ڪيو ۽ ٻارڙن جي

هن سوکڙي "کرڻا کرڻا" کي ادب جي افق تي جڳ مڳ
جرڪائڻ لاءِ اسان جي مدد ڪئي.

اميد ته سنڌي ٻارڙا هي ٻاراڻا ٻول پنهنجي توتلي زبان سان
وري وري پڙهندا ۽ سنڌڙيءَ جي ڌرتيءَ تي هي آواز ٻڌڻ ۾ ايندو.

ڌرتي ساري ساوي ٿيندي،
سانگين کي سرهائي ٿيندي.

قاضي عبدالحي "قائل" سرشاري
نگران:-
سنڌڙي ڪتابي سلسلو
المنظر- رتوديرو
٨- ڊسمبر ١٩٨٥ع

# مهاڳ

ادب زندگيءَ جو ترجمان به آهي ته زندگيءَ جي تعمير ۽ تربيت ۾ به اهم ۽ بنيادي ڪردار ادا ڪري ٿو، نه فقط ايترو، پر ادب جي ذريعي قوم جي ذهن، فڪر ۽ عمل کي نئون، تعميري ۽ انقلابي موڙ ڏئي سگهجي ٿو. خاص طرح سان ٻار جي اڀرندڙ، اسرندڙ، پاڪ ۽ صاف ذهن کي سٺين ڏس سان لائڻ لاءِ، منجهن اخلاق جو جوهر پيدا ڪرڻ لاءِ، عمل ۽ تخليق جو جذبو جاڳائڻ لاءِ، وطن ۽ قوم جي محبت ۽ خدمت جو جذبو ۽ ولولو پيدا ڪرڻ لاءِ ادب مان بنيادي ڪارڻ سڌ تي سگهي ٿو، ٻار مستقبل جو معمار به آهي ته قوم ۽ ملڪ جو وارث به آهي، انهيءَ ڪري ٻار جي صحيح بنيادن تي تربيت ۽ تعليم لاءِ ان کي اهڙو صحتمند ادب ڏيڻ ضروري آهي جيڪو ان جي ڏاڻ جو هجي ۽ ان جي ذهني معيار مطابق هجي، ان سان گڏ اهڙن لفظن ۾ هجي، جيڪي کيس سولائيءَ سان سمجهه ۾ اچن، جنهن ۾ ان جي دلچسپيءَ جو مواد موجود هجي، جنهن ۾ دلچسپ، اثرائتي ۽ دلڪش پيرايه ۾ اخلاق جي اصلاح ۽ ذهن جي تعمير ۽ تربيت جون ڳالهيون سمجهايون ويون هجن.

اهوئي سبب آهي، جو ٻارن لاءِ ڪهاڻيون، مضمون، گيت ۽ بيت لکڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. اسان جا اديب ۽ شاعر هن طرف تمام گهٽ ڌيان ڏين ٿا، انهيءَ ڪري اسان جي ٻارن کي ٻين ٻولين ۾ ٻاراڻو ادب پڙهڻو پوي ٿو. اسان جيڪڏهن چاهيون ٿا، ته اسان جي ٻارن جي سهڻي نموني ۾ تربيت ٿئي، ۽ پنهنجي ٻولي ۽ ادب جو تحفظ ٿئي ته ٻارن لاءِ لکون، ته جيئن هنن ۾ پنهن جي زبان ۽ ادب جي محبت ٿئي ۽ منجهن ادبي ذوق ۽ لکڻ جو شوق پيدا ٿئي.

جيڪڏهن اسان پنهنجي ٻاراڻي ادب جو جائزو وٺنداسون، ته

اسان کي تمام ٿورو ذخيرو نظر ايندو. شمس العلماء مرزا قليچ بيگ مرحوم تمام سٺي نموني ٻاراڻي ادب جي شروعات ڪئي هئي، پر اهو سلسلو اهڙي نموني سالم ۽ سوڌو نه رهيو. وري به خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو موجوده دور ۾ ڪجهه نوجوان شاعر ٻارن لاءِ گيت ۽ بيت لکي رهيا آهن. منهنجي پياري قاضي مقصود "گل" به هن طرف وک وڌائي آهي، ۽ سهڻو، سيباڻتو ۽ ساڃاهه ڀريو گيتن جو مجموعو پيش ڪري رهيو آهي.

عزيز مقصود گل، ٻارن لاءِ گيت ۽ نظم لکندي ٻارن جي ذهني معيار ۽ رجحان جو پورو خيال رکيو آهي. لفظ به اهڙا استعمال ڪيا اٿس، جيڪي ٻارن لاءِ اوپرا، اجنبي ۽ ڏکيا نه آهن، پر ڪين سولائيءَ سان سمجهه ۾ اچي سگهن ٿا. ان کان سواءِ مضمون به اهڙا کنيا اٿس، جيڪي ٻارن جي ڏاڻ جا آهن، ۽ انهن ۾ سندن دلچسپيءَ جو سامان موجود آهي. رواني، اثر انگيزي ۽ دلچسپي ۽ دلنشيني جو به خاص خيال رکيو اٿس. انهيءَ لحاظ کان اميد رکي سگهجي ٿي ته هي نظم ۽ گيت ٻار شوق ۽ ذوق سان پڙهندا ۽ وري وري ورجائيندا. وڏي ڳالهه هيءَ آهي ته شاعر جي آڏو ٻارن جي ذهني، فڪري، مذهبي ۽ اخلاقي تعليم ۽ تربيت جو نيڪ مقصد سامهون آهي، ۽ هن اهي ڳالهيون سهڻي، سلوڻي ۽ پر اثر نموني ٻارن کي ذهن نشين ڪرائڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي آهي. سندس انداز بيان اهڙو آهي جو اخلاق ۽ اصلاح جون ڳالهيون ٻارن جي ذهن تي بوجهه نه ٿينديون.

اها هڪ مڃيل حقيقت آهي ته اخلاقي قدرن کان سواءِ صالح ۽ صحتمند معاشرو وجود ۾ اچي نٿو سگهي، ۽ نه قوم ڪو صحيح عملي رخ اختيار ڪري سگهي ٿي. خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو مقصود گل جي هنن ٻاراڻن نظمن ۾ اها حقيقت نمايان نظر اچي ٿي. هن پنهن جو مقصد پيش ڪرڻ وقت ۽ ٻارن کي اخلاق ۽ اصلاح جو سبق سيکارڻ وقت اسلامي تعليم جو خيال رکيو آهي. مجموعي جي شروعات ئي حمد

۽ نعمت سان ڪئي اٿس. هو ٻارن کي ذهن نشين ڪرائي ٿو ته انسان کي الله تعاليٰ پنهن جي قدرت سان پيدا ڪيو آهي ۽ کيس علم ۽ عقل جي زيور سان سينگاريو آهي:

قدرت سان پاڪ پرور انسان کي اپايو،
علم ۽ عقل سان ان کي آ زيور بنايو.

هو ٻارن کي اها حقيقت به سمجهائي ٿو، ته نبي پاڪ محمد مصطفيٰ صه اسان کي حق ۽ سچ جو سبق سيکاريو، مسڪينن ۽ هيڻن جي حمايت ڪئي، انسان جو شان ۽ شرف قائم ڪيو، انسانيت ۽ اخوت جو سبق ڏنو ۽ ذات، قبيلي، رنگ ۽ نسل جا ويڇا مٽائي ڇڏيا،

ذات قبيلي رنگ نسل جا، سارا فرق مٽائڻ وارو.
حامي، هادي، مير محمد صه، مولا ساڻ ملائڻ وارو.

اسان جي نبيءَ سڳوري اسان کي هيڻن جي همراهي ڪرڻ ۽ انسان ذات جي خدمت ڪرڻ جو درس ڏنو آهي. ”گل“ ٻارن کي اها هدايت ڪندي چوي ٿو ته پنهنجي عملي زندگي ۾ ٻاڻ سڳورن کي پنهن جو پيشوا بنايو ۽ سندن پيروي ڪريو.

هيڻن کي ڏيج هٿڙا، آڌار ٿي انهن جو،
اڳواڻ پنهن جو پيارا، پيارو رسول ڪرتون.

اسان جي ريت آهي ته ماءُ پنهنجي اولاد کي دعا ڪندي رهندي آهي، گل جي هن مجموعي ۾ ماءُ جي دعا به آهي، ته لولي به. ماءُ پنهنجي پٽڙي کي دعا ڪندي ۽ لولي ڏيندي کيس بهادر ٿيڻ، هيڻن جي همراهي ڪرڻ، اخلاق ۽ علم جي زيور سان پاڻ کي سينگارڻ، وطن سان محبت ڪرڻ ۽ سنڌ جي خدمت ڪرڻ جي هدايت ڪري

ٿـي. ان سان گـڏ اها دعا ٻه ڪري ٿي، تـه الله تعاليٰ تنهنجو حامي ٿيندو.

الله تنهن جـو حـامي آ نونهال ٻچـڙا،
جڳ جڳ جيئن سدائـي لاڪيڻا لعل ٻچـڙا،
دردن ڀـرين دلين تـي تون مهربان ٿيندين.

ٻاراڻي شاعريءَ لاءِ گيت ۽ نظم ٻن قسمن جا ٿيندا آهن. هڪڙا اهي جن ۾ شاعر پاڻ يا ٻارن جي والدين جي زباني ٻارن کي هدايت ۽ نصيحت ڪندو آهي، ٻيا اهي جن ۾ شاعر ٻارن کي وندرائڻ لاءِ ۽ ڪي حقيقتون ذهن نشين ڪرائڻ لاءِ قدرت جي نظارن جي منظرنگاري ڪندو آهي، ۽ ٽيان اهي جن ۾ شاعر ٻارن جي زباني ٻارن جا جذبات، احساسات ۽ امنگون بيان ڪندو آهي. هن مجموعي ۾ ٽنهي قسمن جا نظم ملن ٿـا. هو ٻارن کي نصيحت ڪندي محنت ڪرڻ جـو سبق سيکاري ٿو.

ويهي نـه وقت پنهنجو سستي ڪري وڃـائج،
محنت ڪري سدائي، هٿ پير پيو هـلائج.

ٻارن کي سندن اهميت جو احساس ڏياريندي چوي ٿو.

اوهين گل چمن جـا ۽ سرهاڻ آهيو،
اوهين وقت ايندڙ جـا اڳـواڻ آهيو.

ٻارن کي نصيحت ڪرڻ جي سلسلي ۾ جيڪي عنوان ڪنيا اٿس، اهي سندس مقصديت جـي نشاندهي ڪن ٿـا، مثلاً اصول، نصيحت، صفائي، ڌرتي جا ستارا، لڪان ٿو، اجرڪ پايو وغيره . هو انهن عنوانن ۾ ٻارن کـي وطن جي محبت، ثقافت جـي ساڃاهه، محنت، محبت، همت، انسانيت جي خدمت، هيڻن جـي همراهي، ۽ ڏاڍن سان مهاڏو

ڏيڻ جو سبق سيکاري ٿو. هو پنهنجي پر ۾ ڏاڍو پر اميد نظر اچي ٿو:

ارڏا ايـــري اڳتـــي ايندا،
ظلم ستم جـــي ڀـــاڙ پٽيندا.

علم هنر سان دلـڙي لائـــي،
عقل جي اعليٰ جوت جلائي،
همٿ جـــو هٿيار کڻي شل،
پونه ڇـــڏن بستان بنائي.

ننڍڙن معصومن کي جڏهن هـو ڪم ڪندي يا پالش ڪندي ڏسي ٿو ته سندس دل ٽڙپي اٿي ٿـي. سندس نظم ”پالش وارو“ ۾ اوهان کي اسان جي معاشري جي حقيقي تصوير نظر ايندي. پالش وارو جي هنن لفظ ۾ ڪيڏو نه درد آهي.

پالش وارو آهيان ڪاڪا! پالش وارو آهيان،
ننڍڙن هٿڙن سان ٿو ويٺو بوٽ وڏا چمڪايان.

ٻارن کي پنهن جي وطن جي محبت ۽ ان جي خدمت جو احساس ڏيارڻ لاءِ سندن واتان چوارائي ٿو :

سنڌڙي تـــي سر گهوريندا سي،
ڏاڍا ڏونگر ڏوريندا سي.

ماءُ جي محبت جو سبق سيکارڻ لاءِ ٻار جي زباني چوارائي ٿو:

منهنجـي دل ۾ تنهنجـي الفت،
تنهنجي پـيـرن هيٺـان جنت.

ٻـارن جـي دلچسپيءَ لاءِ ڪن نظمن ۾ ”گل“ ڏاڍي سهڻـي منظر نگاري پيش ڪئي آهي. ان کان سواءِ ڪن نظمن ۾ ٻارن کي

پنهنجي وطن جي شهرن جو سير ڪرايو اٿس، ۽ انهن شهرن جا سهڻا نظارا بيان ڪيا اٿس. اهڙن نظمن ۾ رواني به آهي ته دلڪشي به آهي. اميد آهي ته اهي نظم ٻار ڏاڍي شوق ۽ ذوق سان پڙهندا، ڪن نظمن ۾ ننڍڙن ٻارن جي ونڊر ۽ ورونهه جو سامان به موجود آهي، جهڙوڪ ريل رانـد، ماما چڻاڻ، وغيره. مطلب تـه هي مجموعـو مقصديت، جامعيت ۽ تاثر جي لحاظ کان ٻاراڻي شاعريءَ ۾ منفرد حيثيت رکي ٿو. عزيزي مقصود ”گل“ جي هن سهڻي پيشڪش تي آءٌ کيس مبارڪ باد ڏيان ٿو. دعا آهي ته الله تعاليٰ ڪتاب کي ٻارن ۾ مقبول بڻائي.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي
لاڙڪاڻو ـ سنڌ
١٢- نومبر، ١٩٨٥ع

# اهڙو ڏوهي، جنهن کي ......!

قومي وجود کي برقرار رکڻ لاءِ ٻارائو ادب (نظم - نثر) لکڻ، هرهڪ ليکڪ تي قومي فرض آهي. نئون نسل جيڪو اڳتي هلي قومي قدرن جو رکوال ۽ قومي ورثي جو وارث بڻجي ٿو، تنهن کي بنا هٻڪ جي منزل تي پهچائڻ لاءِ سنئون رستو ڏيکارڻ ضروري آهي. ٻار صحيح طرح سان سوچڻ ۽ پنهنجا فرض سڃاڻي انهن جي پورائي لاءِ اڳتي وڌن. ان لاءِ ضروري آهي ته اهڙو ادب تخليق ڪجي جنهن سان نون ذهنن جي ترقي پسندانه سوچ سان تعمير ٿي سگهي. کين پنهنجي قومي ۽ سماجي ذميوارين جو احساس ٿئي ۽ پاڻ کي سماج جي سڌاري لاءِ ٻڌل سمجهن.

اهو ادب جنهن سان ايندڙ نسل جي، ذهنن تي، قومي ثقافت، ۽ قومي ايڪي جو ڀرپور انداز ۾ اثر ويهي. جنهن سان همدردي، پيار، محبت ۽ ڀائپي جا جذبا سگهارا ٿين. جنهن سان ٻار سچ ڳالهائڻ ۽ سچ ٻڌڻ کان نه لنوائين. منجهن ڪوڙ ۽ سچ کي سڃاڻڻ جي قوت پيدا ٿئي، ٻين جا حق ادا ڪرڻ ۽ پنهنجا حق حاصل ڪرڻ سگهن.

هڪ عظيم قوم جي حيثيت سان منجهن تعليم ۽ تربيت جي حاصل ڪرڻ لاءِ بي انتها جذبو پيدا ٿئي ۽ انهي دڳ ۾ پوريءَ رفتار سان لاڳيتي سفر ڪرڻ لاءِ سنڌرو ٻڌي اٿن.

هن وقت جو ليکڪ، پنهنجي قومي بقا لاءِ پنهنجي نئين نسل جي ضرورت کان اکيون ٻوٽي نه ٿو سگهي. هو چاهي ٿو ته پاڻ پنهنجي نئين نسل جي رهبري لاءِ ٻڌل آهي. ٻيءَ صورت ۾ ڪيس قومي ۽ اخلاقي فرض ادائگي نه ڪرڻ جو ڏوهي ٺهرايو ويندو. اهڙو ڏوهي جنهن کي ڪيترين پيڙهين معاف نه ڪنديون ۽ صدين تائين نئين

نسل جي ڪورٽ ۾ جوابدار بڻجي ويندو ۽ اهڙو جوابدار، جنهن جي وڪالت ڪرڻ لاءِ ڪوبہ تيار نہ هوندو. اهوئي سبب آهي جو اڄ جو هرهڪ ليکڪ پنهنجي وت ۽ وس آهر، پنهنجي قومي وجود ۽ تشخص کي قائم رکڻ لاءِ هٿ پير پيو هڻي.

سنڌي ادب جي لحاظ کان ٻارن کي سنڌن سوچڻ جي وڏائڻ ۽ انهن کي پڪي پختي ٿيڻ لاءِ اهڙو ادب (نظم - نثر) مهيا ڪرڻو آهي. جيڪو کين سولائي سان سمجهہ ۾ اچي سگهي ۽ سنڌن دلين تي چٽو ۽ جٽاءُ ڪندڙ اثر ڇڏي.

شاعري، ٻارن جي خيالن ۽ جذبن کي مناسب پاسي ڏانهن موڙڻ لاءِ وڏ ۾ وڏ ڪارائتو طريقو آهي. ڏٺو ويو آهي تہ ٻار، نثر جي ڀيٽ ۾ نظم کي وڌيڪ پسند ڪندو آهي. اهوئي سبب آهي جو هو نظم يا بيت کي بر زبان ياد ڪري ڇڏيندو آهي.

ٻارن لاءِ شاعري ڪرڻ سولي ڳالهہ ناهي. شاعر کي ٻارائي سوچ تائين هيٺ لهي اچڻو پوي ٿو. ٻين لفظن ۾ تہ شاعر پاڻ کي ٻارائي اوستا ۾ آڻي لکي ٿو ۽ اهڙي شاعري ئي ٻارن لاءِ ڪارگر ثابت ٿي سگهي ٿي. انهيءَ ڏس ۾ ڪيترن ئي جوان ذهن رکندڙ ترقي پسند شاعرن پاڻ پتوڙيو آهي. جن ۾ استاد بخاري اياز گل ادل سومرو مختيار مڱڻهار نصير مرزا ۽ ذوالفقار سيال جا نالا اچي وڃن ٿا.

سنڌ، سنڌي قوم ۽ سنڌي ٻوليءَ جي هڏ ڏوکي، مقصود ”گل“ بہ هڪ شاعر جي حيثيت سان پنهنجي فرض کي محسوس ڪندي ٻارن لاءِ لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اها پرک پڙهندڙن تي ڇڏيل آهي تہ هي ليکڪ پنهنجي سوچ جي قد بت کي، پنهنجي قد بت جي ڀيٽ ۾ ڪيترو ننڍو بڻائي سگهيو آهي ۽ ٻارن جي لاءِ ڪيترو مناسب لکي سگهيو آهي.

البت ايترو چوڻ کان مون کي ڪوئي بہ نہ روڪي تہ هن ٻارائي شاعري جي ڪتاب ۾ ڪيترا اهڙا عنوان بہ اچي ويا آهن، جن تي

هن ڪتاب کي لکيو ويو آهي. انهيءَ ڪوٽ کي پورو ڪرڻ تي هن ساڻي ڪيرون ضرور لهنديون، پر وه کهٽيون نه ته ٿوريون ڏي صحي. لطيف سائين جي انهيءَ بيت جيئن ته :-

تــري ڦاڻــي ڪينگري ٽلها ڦيــرا ڏي،
نه آنـي نــه ني، ته به سلهاڙي وتـي سڄڻين.

" سرڪش سنڌي "
لاڙڪاڻو. ۴-١١-١٩٨٥ع

# "حمد"

دنيا سڄي جو مالڪ الله پاڪ آهي،
ان لاشريڪ جو ٻيو ڪوئي شريڪ ناهي.

ڌرتي فلڪ ستارا سج چنڊ جنهن بڻايا،
سبزي، اناج، ميوا، هن ڌوڙ مان اپايا.

هرچيز آهه ٻارو! الله جي حوالي،
هرڪنهن کي رزق ڏي ٿو سائين سدا سنڀالي.

قدرت سان پاڪ پرور انسان کي اپايو،
علم ۽ عقل سان ان کي آ زيور بڻايو.

انسان کي عطا ڪئي عظمت خدا وڏي آ،
قرآن ۾ به ان جي تعريف رب ڪئي آ.

انسان آهه اعليٰ جي ڀاڻ کي سجائي،
محنت ڪري ٿو پنهنجي قبضي ۾ چنڊ آڻي.

قدرت سان ڪارخانو ٻارو! سڄو هلي ٿو،
الله جي فضل سان چرخو سڄو چلي ٿو.

ويٺا پکي چمن ۾ مالڪ جو حمد ڳائن،
باغن ۾ "گل" هميشه سرهاڻ ٿا ورهائن.



## "نعت"

سچ جي راهه پڌائڻ وارو،
هيڻن کي همٿائڻ وارو.

آيو اونداهي دنيا ۾،
حق جي جوت جلائڻ وارو.

مسڪينن سان الفت جنهن جي،
سڀ کي سيني لائڻ وارو.

مجبورن ۽ مظلومن کي،
پيار ڏئي پرچائڻ وارو.

انسانن کي عظمت بخشي،
اوچ متي پهچائڻ وارو.

ذات، قبيلي، رنگ، نسل جا،
سارا فرق مٽائڻ وارو.

حامي، هادي، مير محمد ص،
مولا سان ملائڻ وارو.

محشر ۾ "گل" شافع ٿيندو،
امت کي بخشائڻ وارو.



# ” ٻارن جي دعا “

ننڍڙن هٿن سان مالڪ توکان دعا پنون ٿا،
حاصل ٿي هاج ساڳي جيڪا اسين گهرون ٿا.

تعليم سان اسان کي سينگار پاڪ مولا،
رستو سڌو اسان کي ڏيکار پاڪ مولا،
دل جي حضور سان هي اڄ التجا ڪيون ٿا.

اخلاق جو اسان کي ميوو چکاءِ سائين،
نيڪي ملي جنهين سان سو ڏَڳ ٻڌاءِ سائين،
اهڙي اميد پنهنجي دل ۾ اسين رکون ٿا.

ڪلفت ۽ ڪوڙ سارو دل مان ڪيون ڌڪاري،
الفت رکي اندر ۾ سينا ڇڏيون سنواري،
توفيق ڏي عمل جي جيڪو اسين چئون ٿا.

جيجل امڙ سان الفت ڌرتيءَ سان پيار ڪريون،
سهڻي زمين سنڌ تان جانيون نثار ڪريون،
ڏي ديس جي محبت جنهن ۾ اسين رهون ٿا.

دشمن ۽ دوست جو هن دل ۾ ڌيان ڌاريون،
همت ڪري ڏکن جو ڏونگر سگهو اڏايون،
تنهن جي ڪرم ڏي هردم مولا، اسين ڏسون ٿا.

رت سان ريج ڏيئي ڌرتيءَ تي باغ ٺاهيون،
اميد جي چمن ۾ ”گل“ پيار جا لڳايون،
ان آس جي سهاري جڳ ۾ اسين جيون ٿا.

# لولي

لولي لولي لولي ٻچڙا ! لولي لولي لولي پٽ !!
جيجل تنهنجي ڳولي ٻچڙا !! لولي لولي لولي پٽ !!

لعل لڏي تون لائق ٿيندين،
ڏکيارن جا درد ڪٽيندين،
ماءُ مٺيءَ سان تنهنجو ناتو،
جيجل کان تون منهن نه مٽيندين،
اوکي ويل نه ايندي توتي.
سائين ڪنده شل سولي ٻچڙا ! لولي لولي لولي پٽ !!

ڪونڌر شال ڪلهن تي تنهنجي،
سهڻي اجرڪ جرڪي پيئي،
هڪ جيڏن سان خوش ٿي کيڏين،
ماءُ سدائين مرڪي پيئي،
سنرو رهه تون سال صديون شل،
ڪين ڏسين تون اولي ٻچڙا ! لولي لولي لولي پٽ !!

سنڌڙيءَ جو تون وارث آهين،
ديس مٺي جو آهين ڏودو،
پنهنجن جي لئي پيار جي برکا،
ڌارين جي لئه ٻرندڙ شعلو،
تون آن سنڌ جو ڏولو ڏولهه،
سنڌ سنڌء آ ڏولي ٻچڙا ! لولي لولي لولي پٽ !!

هن ڌرتيءَ جي توسان عظمت،
عظمت تنهنجي ڌرتي آهي،

تون ڏرنيءَ کي پر تو آهين،
ڏرتي توکي پرتي آهي،
مشڪل ۾ تون ڏرتيءَ خاطر،
رت سان کيڏج هولي ٻچڙا ! لولي لولي لولي ٻٽ !!

جيڪو ويري هن ڌرتي تي،
ديد وجهي کا ميري سيري،
ڌوڙ ڌري تون دودا تنهن کي،
منهن ۾ وجهجان ڪاري ڪوري،
هوشو وانگر هوڪا ڏيڻي،
گيديءَ کي هڻ گولي ٻچڙا ! لولي لولي لولي ٻٽ !!

ظلم جو راوڻ امن جي سيتا،
سورن ساڻ ستائي جڏهين،
رات وري کا ڏائڻ بڻجي،
ڏينهن سچو ڳڙڪائي جڏهين،
اونداهيءَ جي ارڏا تڏهين،
ڦهاڙيون ڪر چولي ٻچڙا ! لولي لولي لولي ٻٽ !!



# " ماءُ جي دعا "

اج ٻار آنهه ٻچڙا ! آخــــر جوان ٿيندين،
هن قوم ۽ وطن جو تون پاسبان ٿيندين.

وڏڙو ٿـــي لعل منهنجا دودو ٿجــــان دلارا،
ڏاڍن سان جنگ جوٿـــي هيڻن کي ڏج سهارا،
الله جـــي فضل سان تون ڪامران ٿيندين.

تعليم جي شمع سان گهر گهر ڪجانءِ روشن،
اخلاق جـــي گلن سان سينگارجانءِ گلشن،
دنيا ۾ ديس دلبر جـــو مان شان ٿينديـــــن.

الله تنهنجو حـــامي آ نـــونهـــال ٻچـــڙا،
جڳ جڳ جيئن سدائـــي لاکيڻا لعل ٻچڙا،
دردن ڀرين دلين تـــي تـــون مهربان ٿيندين.

گلزار ٿيندو گلشن تنهنجي ئي ڪوشش سان،
"گل" تي وڏاءِ خوشبو الفت رکي چمن سان،
منهنجي دعـــا اٿئي شل ماڻهو مهان ٿيندين.



# "علم"

علم سان ڪريو پيار او ٻارو!
علم سان ڪريو پيار.

علم جي خاطر محنت ڪريو،
علم جي حاصل دولت ڪريو،
سينگاريو سنسار - او ٻارو! علم سان ڪريو پيار.

علم سين جو مان وڌائي،
علم صحيح انسان بڻائي،
علم ڪري بيدار - او ٻارو! علم سان ڪريو پيار.

علم جا زيور پايو سائي،
پنهنجو پاڻ سجايو سائي،
علم سچو سينگار - او ٻارو! علم سان ڪريو پيار.

جهل جي رات ڪٽائڻ جي لئه،
علم جي جوت جلائڻ جي لئه،
ترت ٿيو سڀ تيار - او ٻارو! علم سان ڪريو پيار.

علم جا "گل" گلشن ۾ ٻوڪيو،
خوشبوئن سان ڌرتي موڪيو،
ديس ڪيو گلزار - او ٻارو! علم سان ڪريو پيار.



# " قوم جي امانت "

تون قوم جـي امانت اي نونهال ٻچڙا،
هردم رهي تو مون کي تنهنجو خيال ٻچڙا.

کوسو لڳي نـه توکي منڙا هوا جو جهوٽو،
محنت ڪري اي پيارا تون ٻار پنهنجو پوٽو.

تعليم سان الفت هـر وقت رک پـيـارا،
ايندڙ زمان ۾ جيئن ڏئين قوم کـي سهارا.

هن قوم جـي بقا جو توتي مدار آهـي،
تون آ چمن جـي رونق توسان بهار آهي.

علم ۽ هنر پرائـي تون باوقار ٿي وڃ،
گلڙن کـي بخش رونق تن جي بهار ٿي وڃ.

سستي نه ڪر منا تون هوشيار ٿـي پيارا،
جيڪي سبق ملن سي پڙه پيار سان خـدارا.

اخلاق سک سنا ۽ "گل" جي مثال ٿي وڃ،
خوشبوءِ ڏي سڀن کي ۽ خوش خصال ٿي وڃ.



# " اصـــول "

انسانيت سکي تـــون انسان تـــي پيارا،
انسان ساڻ الفت پنهن جو اصول ڪرتون.

هيٺن ڪـــي ڏيج هٿڙا، آڌار ٿي انهن جـو،
اڳواڻ پنهن جو پيارا، پيارو رسول ڪرتون.

توکي اگــر ملي ڪا تڪليف راه حق ۾،
انعام ان کي سمجهي جلدي قبول ڪر تون.

همت سان حق کسي وٺ، خيرات گهرنه ڪنهن کان،
پنهن جو حصو ٻين کـــان زوري وصول ڪرتون.

محنت ڪري مٿاهين تعليم پـــڙه ضروري،
وڃي نه وقت پنهن جـــو پڙها فضول ڪرتون.

مرڪي ورهاء "گـُـ"جان خوشبوء هيڏي هوڏي،
هڪڙي گهڙي نه پنهن جو منهڙو ملول ڪرتون.



# "نصيحت"

ٻڌ ٻار هيءَ نصيحت دل سان ڌيان ڏيئي،
ڪم ڪر اهو جنهن مان نيڪي سدا مايئي.

ويهي نه وقت پنهنجو سستي ڪري وڃائج،
محنت ڪري سدائي، هٿ پير پيو هلائج.

هي وقت وير آهي ڪنهن لاءِ ڪين رڪبو،
ان سان گڏ هلڻ لئه، ساجهر سويل هلبو.

سستي ڪندڙ ڪسي آخر پڇتائڻو پوي ٿو،
ڏوڪو وڏو انهيءَ کي بس، ڪاٽڻو پوي ٿو.

سوچي سنڀال ساجهر محنت سان پيار ڪرتون،
ڪر پاڻ پيي سجاڳي ٻين کي به تيار ڪرتون.

ڪر ياد سڀ سبق ۽ ڪوڙا به ياد ڪرتون،
پڙه بيت گيت پيارا ۽ دل کي شاد ڪرتون.

محنت ڪري جي ڏيندين تون امتحان پيارا،
ٿيندين تڏهن خوشيءَ سان تون ڪامران پيارا.

ڪر قدر وقت جو ۽ محنت کي ڪرتون پنهنجو،
سڀ ساڻ رک محبت وڌندو وقار تنهنجو.

دل سان هنداءِ پيارا "گل" جي اها نصيحت،
جنهن ۾ لکل اٿيئي پيارا سچي حقيقت.

# "صفائي"

عجب چيز آهي بدن جي صفائي،
انهيءَ ۾ نه سستي ڪجي ڪا اجائي.

صحت لاءِ هر روز وهنجڻ ضروري،
ڏندن جي صفائي رکو ٻار پوري،
صحت جهڙي دنيا ۾ ٻي شي نه ڪائي.

هٿي تيل وارن کي چلڪو وڌايو،
ڦٿي ڏيئي سهڻو انهن کي بنايو،
عجب سونهن وارن اوهان جي وڌائي.

اکين جي صفائيءَ تي ڏيڻ ڌيان گهرجي،
نظر کي به سرمي جو سامان گهرجي،
نظارن جي خاطر نظر جي چٽائي.

ڪري خوب ورزش بدن کي ٻڌايو،
وطن جا مجاهد سپاهي سڏايو،
نصيحت رکو ياد هر دم اهائي.

ڪري خوب محنت سنواريو وطن کي،
ڏيو "گل" جان خوشبوءِ ساري چمن کي،
وطن جي وڌائي، اسان جي وڌائي.



[ ٢٣ ]

# " ڌرتيءَ جا ستارا "

اوهين ٻار ڌرتيءَ جا آهيو ستارا،
پسايو زمين تي نوان ڪي نظارا.

محبت سان دنيا ۾ گڏجي گذاريو،
ڪڍي دل مان ڪلفت اندر کي اجاريو،
ونڊيو پيار الفت سدائي پيارا.

غريبن يتيمن جا غمخوار بڻجي،
ڏکوين جا ڏک ۾ سچا يار بڻجي،
ڏيو بي سهارن کي سک مان سهارا.

مصيبت جي مارين جي امداد ڪريو،
پها پيار جا دل دکايل تي ڌريو،
وسائي ڇڏيو سڀ ستم جا شرارا.

پڙهي علم جڳ ۾ ڪيو روشنائي،
جهالت جي اونده وڃي مات کائي،
پڙهڻ کان ڪڏهن ڪين ڪريو ڪنارا.

اوهين "گل" چمن جا ۽ سرهاڻ آهيو،
اوهين وقت ايندڙ جا اڳواڻ آهيو،
ڪپن قسمتن کي اوهان جا اشارا.



# "مکڙين ۽ گل"

گلڙن ساڻ چمن جي زينت،
ننڍڙا ٻار وطن جي زينت،

ننڍڙا جڏهين وڏڙا ٿيندا،
واس گلن جان سڀ کي ڏيندا،

علم پرائي سمجهه وڌائي،
زيور خلق سنداسي پائي.

ملڪ سندا معمار سي ٿيندا،
هرهڪ دل جو نار سي ٿيندا،

هيڻن کي سي هٿڙا ڏيندا،
دک وارن جا درد ڪٽيندا.

ڏاڍن لئہ ڏهڪاءُ ٿي هوندا،
ظلم جي دل ۾ گهاءُ ٿي پوندا،

اوچو ڳاٽ مروڙڻ جي لئہ،
ڏاڍ ڏمر کي ٽوڙڻ جي لئہ.

اڙدا ايري اڳتي ايندا،
ظلم ستم جي پاڙ پٽيندا،

ٻهڪي شال گلن ڦلواري،
پوندءِ سدوري ٻهڪي ساري.

مکڙين مان ئي "گل" ٿي پوندا،
سرهاڻن جا هل ٿي پوندا.

# "لڪان ٿو"

ننڍڙن ٻارن ڪاڻ لڪان ٿو،
ديس دلارن ڪاڻ لڪان ٿو.

ننڍڙا سر جي وڏڙا ٿيندا،
دکيارن جا درد ڪٽيندا،
سيڪ ته سهندا سرمائي جي،
هيڻن کي سي هٿڙا ڏيندا،

پنهنجن پيارن ڪاڻ لڪان ٿو،
ننڍڙن ٻارن ڪاڻ لڪان ٿو.

علم هنر سان دلڙي لائي،
عقل جي اعليٰ جوت جلائي،
همت جو هٿيار ڪٺي شل،
ٻوٽه چڏن بستان بنائي،

چنڊ ستارن ڪاڻ لڪان ٿو،
ننڍڙن ٻارن ڪاڻ لڪان ٿو.

سنهڙا سهڻا ماڻڪ موتي،
جڳ ۾ جوت انهن آ اوتي،
نازڪ نازڪ "گل" ڪٺي مون،
تن جي لئه آ مالها پوتي،

نيڻن تارن ڪاڻ لڪان ٿو،
ننڍڙن ٻارن ڪاڻ لڪان ٿو.

# "ارادو"

سنڌڙي تــي سر گھورينداسين،
ڏاڍا ڏونـگــر ڏوريـنــداسين.

جيجل جـــي لِءِ ٻيجل ٻڻجـــي،
چنگ وري کو ڇـوريندا سين.

سون مٽـــي ڪيئن سيئن مٽايون،
تند نـــہ تـن سان توڙيندا سين.

جيڪو نفرت نـــاد وڃائـــي،
بت انهيءَ کـــي ڀـوڙيندا سين.

الــفت جـــو آواز اٿـــاري،
سڪ جـــو سڳڙو سوريندا سين.

سانگيئڙن جـــا سور مٽائـــي،
حـــال انـدر جـو اوريـنـداسين.

گلشن مـــان جو "گل" پٽهندو،
جيءَ انهيءَ جـــو جهوريندا سين.



# "مٺڙي امڙ"

منهنجي مٺڙي ماءُ پياري،
توتان هردم وينديس واري.

ڪير ڏئي تو مون کي پاليو،
ساهه برابر آهه سنڀاليو.

منهنجي ننڊ ڦٽي جي پياري،
تـو يي جاڳي رات گذاري.

منهنجي لاءِ تو ننڊ ڦٽائي،
برڪا شفقت جي برسائي.

تنهنجا ٿورا ڪهڙا لاهيان،
جيجل ويٺو ڳڻ تو ڳايان.

تنهن جون پياريون پياريون ٻوليون،
مور نه وسرن مٺڙيون لوليون.

تنهنجي ٻوليءَ تي سر ڏيندس،
تنهنجي لولي تي سر ڏيندس.

منهنجي دل ۾ تنهنجي الفت،
تنهنجي پيرن هيٺان جنت.

تنهنجا پير چمڻ لاءِ ماتا،
منهن جا چپ رهن ٿا آتا.

توسان قرب ونڊيندو رهندس،
"گل" جان خوشبوءِ ڏيندو رهندس.

# " اجرڪ پايو "

اجرڪ آهي شان اسان جو،
عزت عظمت مان اسان جو.

اجرڪ جي پڳ پياري پياري،
ٻائن پيارا هاري ناري.

پنهنجي ڪلهن تي لٽڪائي،
ڳڀرو ڳاڙها اجرڪ پائي.

ڏاڍن ڪي ڏهڪائڻ خاطر،
ظالم جي دل ڪهائڻ خاطر.

سهڻا تائي شير اچن ٿا،
ماڻجهي مرد متير اچن ٿا.

اجرڪ پائي سڀ سانگياڻيون،
مرڪن ويٺيون ديس ڏياڻيون.

سهڻا اجرڪ هالن وارا،
رنگ برنگي سهڻا سارا.

اڇي تهه تي ڳاڙهيون ڦلڙيون،
مهڪن ٽيون چڻ سهڻيون مکڙيون.

اڇا ٽڪا واهه وڻن ٿا،
چڻ ته ستارا چيچ وجهن ٿا.

اجـــرڪ ڀـــايون مان وڏايون،
پنهنجي شيءِ جـو شان وڏايون.

مـــرڪن ۽ مـرڪائـــن وارا،
مڪڙيـــون "گل" ورهائن وارا.

ٻـــارو گـــڏجي نغمو ڳـــايو،
" اجـــرڪ پايو، اجرڪ پايو "



# "ريل راند"

ٽمون، ڪمون، گلو گوهر،
مائڪ، موتي، جانو، جعفر.

هلو احمد، دلبر ڏولڻ،
ٻار سڀئي آيا کيڏڻ.

راجو، رحمون، رمزو آيو،
حامد حيدر حمزو آيو.

سڀني گڏجي راند رچائي،
رنگ برنگي ريل بنائي.

راجو ريل هلائڻ وارو،
موتي ڪوڪ لڳائڻ وارو.

ڇڪ ڇڪ ڇڪ ڇڪ ريل اچي وئي،
لهڻ چڙهڻ جي ويل اچي وئي.

ٽمونءَ لال جهنڊي ڦڙڪائي،
راجوءَ جلدي ريل جهلائي.

آئي جڏهين سائي جهنڊي،
ريل هلي پو "ڪوڪو" ڪندي.

پوئين ٽيشن آئي آهي،
راجوءَ ريل جهلائي آهي.

هرڪو لهندو ٻالڪ هاڻي،
راند وري ٿي ڪبي سڀاڻي.

# " ماما چنڊ "

چنڊ سدائي چمڪي چمڪي روشن راهه بنائي ٿو،
چانڊوڪيءَ جي چاندي هاري ڇوڙن کي چمڪائي ٿو.

پنس وارن جا گهر روشن راڏن سان ۽ بلبان سان،
رنگ برنگي راڏيون جرڪي جوت ورهائن جلون سان،
سرمائي سان ڀيڻو پنهنجي گهر جي سونهن وڌائي ٿو.

هارين ۽ مزدورن جي گهر اونده رات جو آئي آ،
اونداهيءَ کان مسڪينن جي دلڙي ڏس گهٻرائي آ،
چنڊ غريبن جي گهر چمڪي تن جي دل وندرائي آ.

اپ تي ويهي رات سموري راجا راج هلائڻ وارو،
واٽ ڀلين کي خاموشيءَ سان دير ڪٽي دک لاهڻ وارو،
چور هجي يا ساڌ سڀن سان پنهنجي توڙ نڀائي ٿو.

روئندا ٻالڪ ريجهائڻ لئه جرڪين ٿو ڀيو جائي تون،
هڪڙي مون کي ٻي ڏي ماما چنڊ پلا ڪا پائي تون،
مامو چنڊ سڀن سان مرڪي موهي مست بنائي ٿو.

جيڪو ٻالڪ چنڊ جان جرڪي جڳ سڄو جرڪائيندو آ،
گل! جيڏن ۾ هردم سوڍي مان مٿاهون پائيندو،
خلق سبب انسان برابر عزت عظمت پائي ٿو.



# " آس "

مــــولا مينهن وسائيندو شـــل،
ڏرتـــي بـــاغ بنائيندو شـــل.

بـــادل پرجـــي آيـــا آهـــن،
بـــرساتين جـــا سعيا آهـــن،
سارنگ هـــي رنگ لايا آهـــن،
اڄ ٿيا سانگ سڄايـــا آهـــن.
مـالڪ عـرض اگهائيندو شـل،
مــــولا مينهن وسائيندو شـــل.

ڪاٿي وڄڻ ته ڪاٿي ساريون،
ڪاٿي ڪرنگهه ته ڪاٿي جواريون،
سينڌ سنوارن ٿر جـــون ناريون،
مرد مڙئي پيا ڪن چوپـــاريون،
خـــالق خير ڪرائيندو شـــل،
مــــولا مينهن وسائيـندو شـــل.

ٿر ڌـــي شـــل وسڪارو ٿيندو،
سبز وطـــن هـــي سارو ٿيـندو،
ڪـــائي مـــال متـــارو ٿيندو،
دشمن جـــو منهن ڪارو ٿيندو،
ريـج ڪري رنـگ لائيندو شـــل،
مــــولا مينهن وسائيندو شـــل.

مــوسم مست ملهـــاري ٿيندي،
بـــاغـــن منجهه بهـاري ٿيندي،
ڌرتـــي سرهـــي سـاري ٿيندي،
گل ڦـــل ۽ گلـــزاري ٿيندي،
داتـــا درد متـــائيـندو شـل،
مـــولا مينهن وسائيـندو شـل.

# "برسات"

برساتن جي موسم آئي مولا مينهن وسايا،
اولهه توڙي اوڀر کان اڄ بادل ڀرجي آيا.
ڪارا ڀورا بادل آيا ويس وسڻ جا پائي،
ٺاري ٺاري ٺهڪي ٿي اڄ گيت خوشيءَ جا ڳائي،
ڌرتي جو آهاڻهُ ٺري پيو ٽيڙا سانگ سجايا.

ٻارو ٻوڙو بوند وسي ٿي وهنجي ڀٽ کي ٺاريون،
گرميءَ ۾ جي اپريون آيون آراهون سي ماريون،
گڏجي ڳاهون گيت سڀئي مولا مينهن ملايا.

سارنگ سنيري آيو آهي ٿيندي ڌرتي سائي،
ڏور ڏکر ٿي ويندو، ڏيندو وڻ وڻ ٻوءِ وڏائي،
موذي مرندا ملڪ منجهان جن ڏيهه سڄا ڏهڪايا.

هاري ناري هرڙا جوٽي ڌرتيءَ کي هر ڏيندا،
هڪ هڪ ڏاڻي مان سؤ داڻا ڍير انن جا ٿيندا،
ڪيچ ڪٽي مان ٿيندا جلدي ايندا سک جا سايا.

رمجهم رمجهم رات سڄي ٿيون برسن پيون برساتيون،
ڪنوڻيون پيون ڪڙڪار ڪري ٿيون جهڙمان پائن جهاتيون،
ڳليءَ ڳليءَ ۾ هير ٿڌي اڄ عنبر مشڪ ورها يا.

پنهوارن جي پڳڙن کي تو مينهن جو پاڻي ڌوئي،
لوڏا ائين ٿمن ٿا جڻ ڪا ٻوه ٿي پئي روئي،
مسڪينن جا ڦالل ڪپڙا پاڻيءَ اڄ پسايا.

رنگ برنگي انڊلٺ ايري اوڀر کان "گل" آئي،
مينهن ٻم هاڻي موٽي ويندو ٿيندي اڄ ڦڪرائي،
مالڪ جا لک ٿورا جنهن هي رحمت رڄ وسايا.

# "ڇولن وارو"

ڇولن وارو آيو ٻارؤ! ڇولن وارو آيــو،
ڇولا ڪاڻي چٽڻي وارا پنهنجي جان ٺاهيو.

لوڻ مرچ ڪٽ انبڙيءَ واري چٽڻي واه ٺاهي،
ساوا ڏاڻا، لونگ ۽ ڦوڻا ان ۾ خـــوب ملائي،
ڊوڙي جلدي ڇولا ڪاڻي پنهنجو خون وڌايـو.

ساون مرچن وارا ڇـــولا چسڪي وارا آهن،
ڏاڍا ڇهرا ڪتڙا ڪتڙا ڇـــولا پيارا آهـــن،
ٻاڻ تہ ڪاڻو ڇـــولا ٻارو ٻين کي پڻ ڪارايو.

ٻا سر گڏڙي ناصر زلفي سعيده ڇـــولا ڪاڻو،
سڀ، گگلو، برفـــي پيڙا وسري وېندؤ ماڻـو،
سنڌي گهہ ۾ ڇولن کي مون آهي خود پچايو.

آڏيءَ وارو پيالو ڪاڻي پنهنجو پيٽ ڀريندؤ،
هيڪر ڇـــولا ڪاڻي ٻارو ٻيهر موٽـي ايندؤ،
قسمت سان هي ڇولن وارو آهہ توهان وٽ آيو.

ڇولن ڪاڻڻ ڪان پوءِ ٻارو پڙهجو ويهي پيارا،
علم پرائي "گل" جان خوشبوءِ ديس کي ڏيو دلدارا،
ديس اوهان جو آهي پيارا سنڌ سچي سرمايــو.



# " پالش وارو "

پالش وارو آهيان ڪاڪا پالش وارو آهيان،
ننڍڙن هٿڙن سان ٿو ويٺو بوٽ وڏا چمڪايان.

آهه "بلاسم چيري" واري پالش ڏاڍي پياري،
"ڪي وي" پڻ آ بيشڪ جڳ ۾ پنهنجي نالي واري،
جيڪا چئو مان سائي پالش بوٽن کي تہ لڳايان.

پهريان صاف ڪري مان جوتا پالش پوءِ هڻان ٿو،
نازڪ برش کڻي پوءِ ان کي رڳڙو ڏئي رڳڙيان ٿو،
آخر ۾ ڪپڙي سان مهٽي ان کي من ٺاهيان.

جيڪو منهنجي محنت ڏسندو راضي مون تي ٿيندو،
آڌي هڪ جي بدران مون کي روڪ رپيو سو ڏيندو،
ڏاڍي محنت سان تہ مان پڻ جوتن کي جرڪايان.

بابو منهنجو چرس چڪي ٿو آهي مڙس موالي،
بيماريءَ ۾ ڪنگهندي ڪنگهندي کيسا ٿي ويس خالي،
سارو ڏينهن ڪمائي ٿو مان گهرجو خرچ هلايان.

صبح جو ساجهر ويندو آهيان مڪتب ڏي روزانو،
علم وڏي آ دولت پيارو آهي خوب خزانو،
علم پرائڻ خاطر هر دم ويٺو درد پرايان.

هرهڪ ٻالڪ جي لئہ جڳ ۾ آهي علم ضروري،
آس اٿم هيءَ علم پڙهان مان آس ٿئي شل پوري،
گرميءَ سرديءَ ۾ محنت کان مور نہ ٿو گهٻرايان.

پالش عيب نہ آهي پيارو محنت آ مرداني،
محنت واري کي گهٽ سمجهڻ آه وڏي ناداني،
همت محنت ڪوشش سان "گل" منزل نيٺ تہ پايان.

# "هاري جو پٽ"

روز صبح جـــو اٿندو آهيـــان،
پاڻـــيءَ سان منهن ڌوئندو آهيان.

هٿ منهن ڌوئي صاف ڪري پوءِ،
چـولي سان منهن اگهندو آهيان.

ميرن ڦاٽـــل ڪپڙن ۾ مـــان،
سردي هوڻـــي ڏڪندو آهيان.

پاروٿـــو پٽ ڏڌ جـو چڪڙو،
آءُ امڙ کـــان گهرنـدو آهيان.

مانـــي کائـــي جلدي جلدي،
ڪم پنهنجي کـي لڳندو آهيان.

مانيءَ جـــي ڳنڍ ڏڌ جـو لوٽو،
بابـــي جـــي لئه کڻندو آهيان.

تـــڏڙي ڌرتـــي پير اگهـاڙا،
روز ٻنيءَ تـــي هلندو آهيـــان.

بابـــي سان گـــڏ آءُ ٻه گڏجي،
هـــر ٻنيءَ تـــي وهندو آهيان.

ٻـــار وڃن اسڪول ٻين جـــا،
آءُ تـــه ويٺـو ڏسندو آهيـــان.

# ٻارن جو سال ١٩٧٩ع

ٻـارن جـو ھي سال چون ٿا،
ٻـارن جو ٿـا سال ملهايـون.

ڪـارا ڪـارا ڪپ ۾ وهنتل،
منجهر ڪپ تـي ڪوجها ٻـار،
ڪکين هاڻـا حـال جني جـا،
واري هـاڻـا تن جـا وار،
پاڻي ۾ ٿـا ترڪـن وينا – سرديءَ ۾ ٿـا ٺـرڪن وينا،
ڇا هي سال انهن جو پيو آ – جيڪو سال ملهايون ٿـا پيا.

پنهنجي ڏيـري ٻانهه ٻڏگهيڙي،
واٽهڙن کـان خير گهرن ٿـا،
ڦٽ ٻـانُن تـي نمڌڙا ڇوڪر،
پيٽ ٻڪئي جـي ڪاڻ رڙن ٿا،
سارو ڏينهن سڙن ٿا وينا – ڪاڙهي منجهه ڪڙهن ٿا وينا،
ڇا هي سال اُنهن جو پيو آ – جيڪو سال ملهايون ٿـا پيا.

ڇوُ واٽـي تـي نمڌڙا ٻالڪ،
اينڌڙ مـوٽر ڏي ڊوڙن ٿـا،
اڳـيـان وارو شيشو جيڪـي،
پنهنجي ڪپڙن ساڻ اگهن ٿـا،
ڪوئي تن کي خرچي ڏئي ٿو – ڪوئي تن کي ڇڙٻي ڏئي ٿو،
ڇا هي سال انهن جـو پيو آ – جيڪو سال ملهايون ٿا پيا

# " اٿوپيا جا ٻار "

" اٿو پيا " جا ٻار نماڻا،
مانيءَ جي لئہ سي ويچاڙا،
سڏڪي مانيءَ پور گهرن ٿا!
پيٽ بکئي جي لئہ تڙڦن ٿا. !!
بک جو ديو انهن جو سارو،
سرڪي، سرڪي،
رت چوسي ويو!
ڪونہ ملي ڪا ممتا تن کي،
کير بنا مائن جون،
ڇاتيون،
سارئون آهن ڇڇڙا ٿي ويون،!
پيٽ بک مان ماندا ماندا،
کهڙو پيار،
ٻچن کي ڏينندا.؟
ٺوٺ ڇپن سان،
چمندا ڪنهن کي؟

" اٿو پيا " جي رستن تي سؤ
ننڍڙا ننگا لاش رلن ٿا،
اپ ڏي پنهنجا نيڻ کڻي،
چڻ " پالڻهار " کان،
ڏوھ پڇن ٿا!
پاڪ ڏسن ٿا !!
پنهن جا ننڍڙا هٿڙا کولي،
مانيءَ پورو چڻ تہ گهرن ٿا،

ماءُ جي ڪوسي گود گهرن ٿا !
بابا جو سي پيار گهرن ٿا !!
ڪير انهن کي ڳل
لائيندو ؟
لاش اگهاڙا ڪفنائيندو ! ؟
معصومن کي دفنائيندو ؟!!
اٿو پيا جا پار نماڻا !!
مانيءَ جي لئه سي وڏڳاڻا !!!



# "چنڊ چانورن جي ماني"

ٻڪيو ٻار چنڊ کي ڏسي چلولو ٿي،
چوي ٿو پيو ماءُ پنهنجي پڪاري،
امان او امان ڏس ته هو،
آسمان تي،
فرشتن چڙي آهه ماني ٻيهاري،
اها "چانورن جي پڪل سوڪ ماني،"
ڏسي ٻک وڌيڪ امڙ تي ستائي،
امڙ جود (جلد) ڪرتون،
وٺي آءَ ڪنهن ڪان وڃي ٻوڙ پائي،
ڪا ڏاڪڻ ته ان تي چڙهي پوءِ،
اچان، چانورن جي اها مانڙي،
مان ته لاهي.
ٻڪايل اديءَ ساڻ گڏ آءُ ويهي،
اها چانورن جي پڪل سوڪ ماني
رکي ٿي، ٻنا ٻوڙ جي ٿي،
ٿو کاوان،
کهڙيءَ لاءِ دوزخ اندر جو اجهايان،
ڏسي چلولو لعل پنهنجي کي ٻک ۾،
دکي ماءُ دک جي
ڏهڻ ۾ لهي وئي،
اکهي پنهنجا ڳوڙها ءِ سڏڪا لڪائي،
چوي ٿي
منا پٽ! "ڪتي آه ماني؟"
چريا پٽ!!
"اهو چنڊ آهي!
اهو چنڊ آهي!!"

# پـــولـيـو

پوليو ڪيڏو ظالم آن تون- !!
تو ڪي قياس،
ذري ٻي ناهي! تنهنجي دل ڪا ! پٿر آهي!!
ننڍڙا ٻالڪ ،
نازڪ گلڙا،
ٻاه ڏئي تو ساڙهن وينو،
لعلن کي تہ لتاڙين وينو،
سهڻا گلڙن جهڙا ٻالڪ ،
تن کي تون لاچار ڪرين ٿو،
مکڙيون لامن کان ٿو ٽوڙين،
ٻارن جي نازڪ چنگهڙن جو،
رت نپوڙي،
خوني دل کي خوش ڪرين ٿو،
ڪيڏو تون ڏس پاپ ڪرين ٿو،
لولا لنگڙا،
ننڍڙا ٻالڪ تنهن جي ظلم جو زخم،
کڻي هن ڌرتيءَ تي،
ٿا ريڙهيون پائن.
تنهنجا گڻ ڏس وينا ڳائن.
پوليو ظالم! پوليو ظالم!!
پوليو ڪيڏو ظالم آهي-!!
پوليو ڪيڏو ظالم آهي-!!!

# " مجبوري "

جـڏڙو ڇوڪر رستي ۾ ڏس - رلندي رڙهيون پائي ويٺو،
ايندي ويندي جي اکيان سو - ٻالڪ تـو ٻاڏائـي ويٺو.

" کهل کيو ڪا مون تي ڪاڪا،
گهـر منهنجي ۾ آهـن فـاڪا،
پيٽ ٻـکيـو ۽ انگ اگـهـاڙو،
ورنـايـو هـي منهنجـا واڪا "

هرهڪ واتهڙوء جي هٿ ڏي - وڃـارو واجهائي ويٺو،
ايندي ويندي جي اکيان سو - ٻالڪ تـو ٻاڏائي ويٺو.

" مل جـي مالڪ ڪيڏيون هـوليون،
مزدورن تـي ڇـوڙيون گـوليون،
ٻـابـو ٻـدمعاشـن مـارايـو،
رهـزن ساريـون راهـون روليون، "

آب اکيـن ۾ آڻـي ادڙو - پنهنجا سور سڻائـي ويٺو،
ايندي ويندي جي اکيان سو - ٻالڪ تـو ٻاڏائـي ويٺو.

" مـاءُ ڪـراڙي دردن مـاري،
مـوت ڪٺولـي تـي ويچـاري،
ڪـيـر دوا لـئہ دولت آڻـي،
ڪونهـي ڪا هڪ ڪوڏي ڪاري. "

درد ڀريو هي دل جـو دفتر - دنيا سان دهرائـي ويٺـو،
ايندي ويندي جي اکيان سو - ٻـالڪ تـو ٻاڏائـي ويٺو.

”ڳاڙهي موتر وارا سائون،
مون تي جيڪر ڀال ڀلائين،
پنهنجن ننڍڙن ٻچڙن صدقي،
انگ اکهاڙو جي اوڍائين.“

ننڍڙا هٿڙا نينگر جوڙي - لوک اکيان ليلائي ويٺو،
ايندي ويندي جي اکيان سو - ٻالڪ ٿو ٻاڏائي ويٺو.



# " اُس ۽ ڇانوَ "

هڪڙو ٻالڪ روئي ويٺو،
ڳوڙهن سان منهن ڌوئي ويٺو.

ڦٽ پاتن تي هٿ ڏکيڙي،
ايندي ويندي ڏي واجهائي،
هڪڙي ڏه پئسيءَ جي خاطر،
ٻالڪ ويٺو ٿو ٻاڏائي،
ڳوڙها ڳاڙي پنهنجي منهن تي،
موتين مينهن وسائي ويٺو.
ٻارو هي ٻيي ٻالڪ آهي - ٻارو هي ٻيي ٻالڪ آهي.

هڪڙو ٻالڪ مرڪي ويٺو،
واڪر ڏني ٿو مرڪي ويٺو،
ننڍڙا ننڍڙا پير ڏکيڙي،
واڪر ڪي هو ويٺو سوري،
سونن جهاڳن واريون پنهنجون،
ننڍڙيون چنگهڙيون ويٺو لوڏي،
پنهنجن مٽن ٽهڪن سان هو،
مرڪي من ٻهلائي ويٺو.
ٻارو هي ٻيي ٻالڪ آهي - ٻارو هي ٻيي ٻالڪ آهي.

*

# " ٽمونءَ جو خواب "

ٽمون شرارتيءَ جو احوال ٿو ٻڌايان،
ٻارو اوهان کي ان جي هڪ ڳالهه ٿو ٻڌايان.

هڪ ڏينهن راند ڪيڏڻ ٽمون ويو شهر دي،
ٿي رات وئي مگر هو موٽيو نه پنهنجي گهر ڏي.

ٿيو ان جي مائٽن کي پوءِ انتظار ڏاڍو،
بابو سندس به ٿي ويو بس بيقرار ڏاڍو.

ماڻس به روئي روئي ٻچڙو ڪري پڪاريو،
ناني سفور خاتونءَ ٻڻ ڏوهٽو سنڀاريو.

پاڻس به ڪيس ڳولهيو ڏاڍو وچي شهر ۾،
پر ڪٿن ڪو ٽمڻ ٿي آيس ڪٿي نظر ۾.

ٽمون گهمڻ ڦرڻ ۾ مصروف ٿي ويو هو،
گهر گهاٽ تنهن نئر کان وسري صفا ويو هو.

رانديڪڙن جو هٽڙو بازار ۾ ڏٺائين،
رانديڪڙن وٺڻ جو ويچار پوءِ ڪيائين.

اٺ، شينهن، ڪانءُ، جهرڪي، ڏاندن ڀلن جو جوڙو،
تن مان خريد ڪيو هن جادوءَ جو هڪڙو گهوڙو.

آڏي ڀري ٿيو هو گهوڙي سوار جلدي،
چابي ڏئي چڙهي ٿيو نڪتو تيار جلدي.

واڳن کي ساه آئي گهوڙو متي آڏاڻو،
رفتار ڪئي ڏسي پوءِ ويچارڙو ڪماڻو.

هڪ منٽ ۾ اڏامي گهوڙو رهيو هوا ۾،
ٻاڏو ٽمڻ کي ڏاڍا آيا پکهر فضا ۾.

هٿڪار سان هوا ۾ گهوڙي ڏنو جو جهٽڪو،
اڏڙي ٽمڻ هوا مان ڌرتيءَ مٿان ڪيو ٻٽڪو.

ٽمڻ شرارتيءَ ٻوءِ ٻوڪڙ ڪري رنو ٽي،
هڏ گڏ غريب جو چڙ سيپ سور سان چنو ٽي.

اکڙي کلي ويس ۽ هو جو ڏسي سنڀاري،
هنڌ جي مٿان ڏٺائين ٻوءِ پاڻ کي نهاري.

دانهن ني آيا ٻوڙي گهر جا سڀئي ڀاتي،
هرڪ ڪٿي ٽمڻ کي ڪيراڙي ٻوءِ پاتي.

ٻارو نه آ حقيقت آهي هي خواب سيارو،
ٽمڻ شرير ڪلهه ڪيو هو ننڊ ۾ نظارو.



# " راڻي باغ جو سير "

هلي ٻار اڄ "باغ راڻي" ڏسون،
پکي، جانور جوءِ ان ۾ پسون.

ڏسو ڀولڙا ٿا نچن ۽ ڪڏن،
اوهان سان ملڻ جي هو ڪوشش ٿا ڪن.

شرارت جا پتلا اٿو ڀولڙا،
گهرن ٿا اوهان کان مٺا ٿولڙا.

ٻبر شير پڃري ۾ ويٺا اٿو،
ٻچا تن جا ڀر منجهه ويٺا اٿو.

ڏسو هو ٻريان رڇ رڙي ٿو پيو،
رڙي پنهنجا ساٿي سڏي ٿو پيو.

نهاري ڏسو ٻار هوڏي ذرا،
پٽن ساڻ بيٺو اٿو زيبرا.

وري هن طرف ڏي نهاري ڏسو،
توهان کي ٿي ڪويل پڪاري ڏسو.

پکين واري پڃري ڏي هاڻي هلو،
انهن کان ٻه احوال پيارا پڇو.

نگاهن سان هوڏي ڪيو هڪ نهار،
گهمن ٿيون ڪري ڪيئن هرڻون قطار.

بنگالي مٺو ٻول ٻولن پيا،
اوهان سان اهي حال اورن پيا.

ڏسو مور مرڪي ٻيو ٿو هلي،
وري ڍيل نازن سان پيئي ٿلي.

گهميا سين گهڻو هاڻ ساهي پئيو،
وڃي باغ ۾ هاڻ ڪاڙو پيو.



# ” ڀٽائي “

هلو ڀار ڀٽائي گهمڻ ٿا هلون،
ڀٽائي جو روضو ڏسڻ ٿا هلون.

ڀٽائي ته سنڌڙيءَ جي سرهاڻ آ،
ڀٽائي سچائي سنڌي ڪاڻ آ.

ڀٽائي وطن جو آ شاعر سچو،
ڀٽائيءَ چيو ” سچ ڀاسي اچو “.

سچو هر ڀٽائي جو فرمان آ،
رسالو ڀٽائيءَ جو قرآن آ.

ڀٽائي جي ڀٽ آه سهڻي سڄي،
ڏسي جنهن کي جنت ٿئي ٿي اڄي.

ڀٽائي جو هر بيت شهڪار آ،
ڀٽائي امر لوڪ فنڪار آ،

وطن ۾ ٿئي ڪونه ڪوئي ڏڪر،
هجي سنڌ ۾ شل سدائي سڪر.

ڏکيو ڏينهن ڪونه ڏيهي هجي،
سدا ميهن مرڪن سندو پيو وسي.

ڏکاري ٿين ڏيهه مان سڀ فنا،
ڏسان ڪين ڪڏهين مان جهانگي جهنا.

ڀٽائي وطن کي دعا تو ڪري،
سندس ڏي سهاري تو ڀوڙو ڏري.

ڀري جهول ”گل“ تو ورهائي پيو،
سچا ٻول سائين ٻڌائي پيو.

# " لاڙڪاڻي جو سير "

لاڙڪاڻي ٿا هلون ٻـارو گهمڻ،
رنگ قدرت جا عجب جهڙا ڏسڻ.

لاڙڪاڻو ڪوٺجي ٿو اڄ مگر،
وقت ماضيءَ ۾ هيو سو چانڊڪو،
لاڙڪن ۽ چانڊين جون ذاتيون،
هت هيون آبـــاد منهنجا دوستو،
پوءِ پيون قومون هتي آيون رهڻ،
لاڙڪاڻو ٿـا هلون ٻارو گهمڻ.

لاڙڪاڻو آ منڊي واپـار جـــي،
هت وڏو واپــار ٿيندو ٿو رهي،
مال، ان، سبزي، لٽو، ميوو هتي،
ٻاهران ايندو ۽ ويندو ٿو رهـــي،
ڪوڙ تاجر ٿا اچـن سودا ڪرڻ،
لاڙڪاڻو ٿـا هلون ٻارو گهمڻ.

لاڙڪاڻـــي ۾ عجب باغات آ،
آ فضا هتڙي سدائي پـــر بهـار،
جي هئا اڳ ۾ "تجر" ۽ "گيان باغ"،
اڄ اهي سڏجن "جناح" ۽ "ذوالفقار"،
ڪوڙ ڀونئرا ٿـا اچن گلڙا چمڻ،
لاڙڪاڻو ٿـــا هلون ٻارو گهمڻ.

آهه "سيٺو" جي ۽ "جيلس" جي بزار،
ٿـــو هلي واپار هتڙي صبح شـام،

ٻيون ٻہ بازاريون عجب جهڙيون هتي،
رونقون جن جون ڏسي تو خاص و عام،

پـــاڻ ۾ِي هامو سي بازاريون گهمڻ،
لاڙڪاڻو تـــا هلون ٻـــارو گهمڻ.

هو ڏسو ”سٿيڪارنو جو يادگار“
دور ڪان پنهنجون ڏسي تو عظمتون،
ساڻ ان جـي هي ڏسو ”المرتضيٰ“
ڪنهن زماني ۾ هيون هت رونقون،

ڪيتريون هستيون هتي آيون جهڪڻ،
لاڙڪاڻـــو ٿا هلون ٻـــارو گهمڻ.

ٽئينڪ واري چوڪ کان ٻارو لڙي،
”مصطفيٰ پاشا“ جو ڏاور ٿا ڏسون،
باقراڻي روڊ کـــان پيادل هلـــي،
چـــوڪ پاڪستان وارو ٿا گهمون،

واپسيءَ ۾ ٿـــا هلون ”رائل“ ڏسڻ،
لاڙڪاڻو تـــا هلون ٻـارو گهمڻ.

”چانڊڪا“ ڏالـي وڏو ڪاليج آ،
ڊاڪٽر جنهن ۾ پـڙهن ٿا نوجوان،
علمءَ اخـلاق سان سينگار جـي،
ملڪ جي خدمت ڪنداسي بي گمان،

پيا ٻـــہ ٻالڪ ڪيترا ايندا پـڙهڻ،
لاڙڪاڻو تـــا هلون ٻـارو گهمڻ.

واهوا ناڻي بنا اڄ ٻارڙا،
لاڙڪاڻو ساه سياڻو ڳهيا،
منٿ ۾ "گل" سير ٿيو سنسار جو،
مفت ۾ ٻالڪ ڳهي ڳهر موٽيا،

هاڻ آرامي ٿيو هنجا سڄڻ،
لاڙڪاڻو ٿا هلون ٻيرو ڳهڻ.



# "سکـــــر"

اچو تہ ٻارو آءُ اوهان کي سکر جـــو شهر گهمايان،
چند گهڙين ۾ خيالي گهوڙي تـي تو سير ڪرايان.

ٻارو هـــيءُ سکر آ پيارا شهر سچـو آ پيارو،
معصومي موناري جـــو آ وڻندڙ واه نظارو.

هؤ سکر بئراج ڏسو تا ڇا هٿ ونـگڙن واري،
لينسڊائون پل پـــي آهي وڻندڙ واه پياري.

اڌ گولي پل لوهن نوڙن سان ٻڌل تي ڏسجي،
لب مهراڻ ڪان سندو ندي واه عجب ٿي پسجي.

وچ درياه ۾ هوڏي ڏسجو سادو ساڌ جو ٻيلو،
جون مهيني ۾ لڳندو آ ٻـــارو هتڙي ميلو.

مسجد منزل گاه بہ آهي آن جـي سونہ سراسر،
تاريخي پس منظر ۾ آ ان جـــي ڳالهہ برابر.

آدم شاه جي ٽڪري پي تي ڏورئون ڏيک ڏسائي،
تـاريخي اهڃاڻ برابـــر پنهنجو پاڻ پسائـي.

جيئي شاه بخاريءَ جو هو سائو گنبذ ڏسجو،
نوري نور نظارو نرمل ٻـاڻ هلي هت پسجو.

بسڪولن جي آهي هتڙي مل وڏي هڪ ٻارو،
جنهن جي تازن بسڪولن کي کائي ٿو جڳ سارو.

ڪيئي شاعر ليکڪ هتڙي پيدا ٿيا هن جائي،
تن مان هڪ تاريخ نويس هو شان پيرو "شيدائي."

ٻيا ٻـــي ماڻڪ موتـــي آهـــن ڏات ڌڻـي هٿ ڏاهـــا،
جـن جـــي لکڻين ساڻ اچـي ويـا ويريـن کـي راتاهـا.

"شيخ اياز"، "فتاح ملڪ"، ۽ "راز"، "ادل"، "گل"، آهي،
جيڪي علمي ادبـــي خدمت ڪن تـــا سندرا ساهـــي.

آه " رشيـد ڀٽي" ٻـــي هتڙي شهر سکـــر ۾ پيـــارو،
سنڌي ادبـــي سنگت جـــو هو سيڪريٽري اڳـ ڀارو.

ڪين ٻيريـو سون پڻسو ڏوڪڙ مفت گهميـاسون ٻـارو،
شهر سکـر جـو سير اوهـان کـي "گل" ڪرايـو سارو.



# " سيوهڻ "

سيوهڻ شهر گھمڻ لئہ ٿيو تيار ٻار جلدي،
خيالي جهاز تي ٿيو مٽڙا سوار جلدي.

داتا جي آهہ نگري، شهباز جو شهر آ،
سيوهڻ شهر تي وسندو رحمت سندو ڪڪر آ.

سيوهڻ شهر جي آهي قسمت ڏسو نرالي،
هن ڳوٺ کي ڏني آ شهباز لال لالي.

اوچو علم ٻري ڪان جهلڪار آهي ڏيندو،
شهباز جي ڪرامت آ ڏور کان ڏسيندو.

هوڏي ڏسو مهڙ ۾ در سون جو لڳل آ،
ڪنهن نيڪ دل جو نالو ان در تي اڪريل آ.

خاموش آه ليڪن در تو ڏسي ڪهاڻي،
ڪلهہ جي سا ڳالهہ آهي تي ڪانہ آ پراڻي.

سر مست " سيد علي " آ شهباز جو منسٽر،
هن مست جي قبر آ دروازي جي برابر.

پهريون، وزير جي تا ٻارو ڪريون زيارت،
پوءِ بادشاه ڏي تا ڪريون هلڻ جي همت.

" عالم چنو " بہ آهي درگاه جو مجاور،
ساري جهان ۾ آ انسان هي قداور.

سيوهڻ شهر جو آهي انسان هي نرالو،
دنيا سڄي ۾ آهي مشهور جنهن جو نالو.

سادن اتن فوٽن کان " عالم چنو "ڏکهو آ،
آ جيترو قداور ايڏو وري سگهو آ.

هت " بودلي سڪندر " جي پڻ مزار آهي،
شهباز لال جو هي خدمت گذار آهي.

هوڏي " جمن جتيءَ " جي آهي قبر پيارا،
جنهن جي قبي جا آهن اڏ کان ڊٽل منارا.

هن مقبري جي پرسان آ ڏينڍ جو نظارو،
نالو "ارل" وٺن ٿا هن ڏينڍ جو پيارو.
"دودو فقير" آهي جنهن جو لقب "حقاني"،
حاصل هئي انهيءَ کي مرشد جي مهرباني.

"دودو" "جمن" پيا هي "سرمست" ۽ "سڪندر"،
چئني جڻن تي راضي شهباز هو قلندر.

شهباز لال جا هي چارئي وزير آهن،
مشهور ملڪ اندر تن جا نظير آهن.

هاڻي هلي گهمون ٿا هو " لال باغ " پيارو،
آهي ڪرامتن جو جاتي عجب نظارو.
هو " چوٽيءِ " پري کان پارو نظر اچي ٿي،
تاريخ جي ڪهاڻي سا ڏور کان ڏسي ٿي.

" چربٽ " هيو هتي ۽ هتڙي " هنود " پيارو،
تن جي ستم کان ٿيو هو مجبور شهر سارو.

"شهباز" جي دعا سان ظالم تباھ ٿي ويا،
رحمت سندا ڪڪر پوءِ هن ديس تي وسي ويا.

آباديون ٿيون ۽ سهڻا ٿيا نظارا،
هر هنڌ گونججي ويا شهباز جا نظارا.

سنڌڙيءَ جي سونهن آهي سيوهڻ جو شهر پيارا،
هن پونءِ جا سلامي آهن سدا ستارا.

پئسي پرڻ سواءِ اڄ سيوهڻ گهمياسون ٻارو،
مقصود "گل" گهري ٿو ڪيڏو اوهان کي پيارو.



## " ستارا "

هي نونهال ننڍڙا، هي چمڪندڙ ستارا،
اڳتي هلي سي ٿيندا هن ديس جا سهارا،
تعليم ۽ هنر سان سينگارجي جو ايندا،
ٿيندا پوءِ هن زمين تي جنت سندا نظارا.

## " امانت "

شاگرد قوم جي آ هڪ قيمتي امانت،
واجب اسان تي آهي ان جي ڪرڻ حفاظت،
هن ديس جا محافظ معمار ٿـي سي ايندا،
هر بيقرار دل جو ٻئجي قرار ايندا.

## " ننڍڙا "

هي ننڍڙا ننڍڙا ٻار اسان جي قوم سندا معمار اٿو،
پيارا گل هي گلشن جا سيني جي ڳلي جا هار اٿو،
سي خوشبوءِ کوڙ ڪندبريندا ۽ واس وطن کي سي ڏيندا،
هر دل جا دلبر دل وارا هي ملڪ سندا معمار اٿو.

## " سچ "

سدا شان سڀ جو وڌائي ٿو سچ،
وڏي مرتبي تي رسائي ٿو سچ،
اهو ٻار سڀ کي لڳي ٿو پيارو،
جو سڀ کي سدائين ٻڌائي ٿو سچ.

# " محنت "

محنت ڪري ٿو جهڪو سو ڪامياب ٿيندو،
علم و ادب پرائي سو آفتاب ٿيندو،
سستي ڪندو جو ٻارو اسڪول ڪين ويندو،
اڳتي هلي دنيا ۾ ڏاڍو خراب ٿيندو.



★ لوڪ ڪهاڻي ★

# "پرِيم پري ۽ ڪاڙو ديوُ"

هڪڙي لوڪ ڪهاڻي ٻـــارو ٻڌجو اڄ ڪن لائي،
آءٌ اوهان کـــي وندرائيندس هاڻي ڳـالهه ٻڌائـــي.

هڪڙو "ڪاڙو ديؤ" هيو ڪنهن ديو نگر جو واسي،
پريم پريءَ کـــي پڪڙي ظالم ديو بڻايـــو داسي.

پريم پـــري هئي نازڪ نينگري سندر ڏاڍي سهڻي،
سونن وارن واري پيـــاري، وڻندڙ ۽ مـــن موهڻي.

"ڪاڙي ديؤ" جي قيدڻ بڻجي پريم پري جو آئي،
ويچـــاري مجبور ٿي ۽ گـــوندر ۾ گهبرائـــي.

سڏڪي سڏڪي ڏينهن ڪٽي ۽ رات گذاري روئي،
"پريم پريءَ" جي واهر وارو ڪونه هيو هت ڪوئي.

ته خانـــي ۾ قيد ڪري راڪاس آڏامي ويندو هو،
آدم ذات جـــا ٻچڙا زوريءَ ديوَ کڻي هت ايندو هو.

ننڍڙن ٻارن کي ماري پوءِ تن جو ماس پچيندو هـــو،
ڏاڍو ٻچڙا ننڍڙا کائـــي پنهنجو پيٽ ڀريندو هـــو.

مائن جون سؤ جهوليون خالي ڪاڙي ديوَ ڪيون هون،
ممتائون سؤ سڏڪي سڏڪي ڪيئي هت مُيون هون.

"آدم زادن" گڏجـــي سوچيو ديوُ هٺي ٿـو ڏاڙا،
ڪاڙي ديوُ ڪيا هن خالـــي ڪيئي پنهن جا پاڙا.

سيني سوچيو ڪاٺي ڪـــي قتلام ڪيو اڄ گڏجي،
هڪ ٿـــي رهندا ڳوٺاڻن انجام ڪيو اڄ گڏجـي.

پـــالا ٻرڇيون تيز ڪري سڀ سنهري وينا ساڻـــي،
عهد ڪيائون مـــارينداسين ”ظلم جو مڪنو هاڻي“.

هوشياريءَ سان هيڏي هوڏي جوڌا جنگ لڪي پيا،
”ڪاٺي ديؤ“ جي راه نهاري تن جا نيڻ ٽڪي پيا.

آڌيءَ رات فضا ۾ هلڪو جڻ طوفان مچي ويـــو،
سيئي سوچي سنهري بيٺا ”ڪاٺو ديؤ“ اچي ويـو.

ٿوري دير ڪان پوءِ اچي راڪاس لٿو هٽ جائـــي،
سيني گڏجـــي پالا ڪوڙيس دير نـه ڪيائون ڪائي.

حملي تيڻ سان هوش هليا ويس زخمي ٿي پيو ظالم،
پوءِ فضا ۾ رانڊيون گونجيون هيٺ ڪري پيو ظالم.

”ڪاٺو ديؤ“ پڇي ويو واپس جلدي پنهنجي ديري،
سيئي جوان پئيان پيا ڪاهي ”ڪاٺي“ جي واهيري.

تهه خاني جي درتي پهچي ”ڪاٺو ديؤ“ ڪري پيو،
اڙدن انسانن جـــو هاڻي وارو جڻ تـــه وري پيو.

پالن ٻرڇين سنگينن سان ”ڪاٺو ديؤ“ ڪٺائـــون،
ابهم انسانن جـــو ويـــري ماري مات ڪيائـــون.

ڦٽڪي ڦٽڪي نيٺ مري ويـــو ظلم ستم جو باني،
پوءِ خوشيءَ جي جلوي سان پئي پهڪي هر پيشاني.

تهه خانـــي مان روئـــڻ جو آواز ٻـــڌڻ ۾ آيـــو،
جنگ جوانن جـــو من ٿوري دير جي لئه گهبرايو.

چند مجاهد تهہ خانــي ۾ هيٺ لهي ٻــوهہ آيــا،
تهہ خاني جي کونيءَ جا تن کلف ڪڙا ڪيرايا.

”پريم پري“ هڪ ڪنڊ ۾ ويٺل هيٺي حال ڏٺائون،
قرب محبت سان ٻوهہ تنهن کي ڇوري چپ چيائون.

”ڪاٺو ديؤ“ ڪسي ويو آهي، تنهن جا بند ٽٽي ويا،
غم گوندر جـــا ڏينهن ڏهاڙا سارا هاڻ کٽي ويـــا.

”پريم پري“ احوال ٻڌي ٻوهہ گل جـان ساڻہ ٽـڙي
مرڪ جي مکڙي تنهن جي مک تي منٺن منجهہ کڙي

”پريم پري“ آزاد ڪرائـــي جـــوڌا واپس موٽيا،
کيپ کٽي زنجير ڪٽائـي جـــوڌا واپس موٽيـــا.

ڳـــوٺ سڄي ۾ سهرا ٻنرا جيڏين گڏجـــي ڳـايا،
ڻالهہ ڪٽيءَ جـــا سنڙا ڻاهي ٻـوڙهين پاڻ ورهايـا.

ڳوٺ سڄي ۾ ميلو ٿي ويو گهر گهر ۾ ٿـي شادي،
آزاديءَ جـي گيتن سان ٿـي گـونجي اڄ آبـادي.

هـرهڪ دل ۾ الفت جـا ”گل“ ايرڻ وارا آهن،
ڏيهہ سڄي ۾ گيت خـوشيءَ جا ٻـڌجڻ وارا آهـن.

قرب محبت الفت سان سڀ گـڏجي گهاريـو ٻارو،
ايڪي منجهہ سمايـل آهـي راز بـقـا جـو سارو.

ڏي ڏمـر جـي ٻـاڙ ٻٽـڻ لئہ ايڪو آهـي ضروري،
”ڪاٺي ديؤ ۽ پريم پريءَ“ جي ڳالهہ ڪيانٿو پوري.



ٻارن لاءِ لکيتائين جيڪي ڪجهه به اڳ ۾ ڏنو آهي
اُهو تمام گهٽ آهي — روايتي ۽ لوڪ ڪهاڻين
کان سواءِ ڪجهه ڪجهه ماڻهن مشڪل سان ئي ٻه
اکر ڏنو آهي — جيڪي اڄ جي ٻارن لاءِ
اُنهن جي سوچ ۽ مزاج وٽان ڪونهي —
بس، اُنهي ئي ڪري ٻاراڻي ادب جو سو
ٿيو ٿڪيل هوندو آهي —
اِها ڳالهه لکڻ ۾ سمجهان ٿو ڪنهن حد تائين
عجيب ئي لڳي ته موجوده صديءَ جي
مشيني دؤر کان پٺتي پيل ملڪن جي
سماجي، اقتصادي ۽ سياسي حالتن ۾
وڏي اٿل پٿل آئي آهي،
پاڻيءَ ته سان ائين ئي رهي —
۽ انهيءَ جي صورتحال ۾
"ڏيڏر پيهه پيران" يا "ڦڙ ڦڙ سونهن"
ته نه ڪيتائون ٿيون ياسن —
۽ انهيءَ سڄي حالت
نفسياتي عتاب ئي آهي —

سهيل
26.1.86

# پڙهندڙ نسُل . پ ن

# The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي ورئي پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيـڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اُهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُسـت ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سگهن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حـالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـبِئي جـي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نہ ڪـئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪـم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪـو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‏ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)